# گلزار شعر
عرف
# اخلاقي گلدستو

تيار ڪيل

**حافظ محمد (احسن)**

هيڊ معلم مڪتب ملڪاڻي

ڇپايل

**ويڙهومل ڪٿڙمل**

پبلشر- بوڪ سيلر ۽ اسٽيشنر لاڙڪاڻه

قيمت ٠ــ١ــ٠



---

شيواجي پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻه ۾ ڇپيو

# مقدمو

سنڌ جي سڪولن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته سڪولن ۾ وحدت ۽ تصوف جا شعر يا سسئي، مومل، مارئي وغيره جا محبتي شعرن جا ڪتاب پاڙهيا وڃن ٿا. مگر پنجاب يو-پي ۽ ٻين علائقن ۾ اخلاقي ۽ عام واقعيت جا شعر پاڙهيا وڃن ٿا. انهي ڳالهه خيال ۾ رکي گهڻن ورهين کان خيال هو، ته ڇون سنڌ جي سڪولن لاءِ ٻه ٽي موزون ڪتاب تيار ڪجي. انهو خيال رکي ڪتاب تيار ڪري مرحوم **شمس العلما مرزا قليچ بيگ صاحب** جي خدمت ۾ عرض رکيم. جنهن صاحب ڪتاب نظر مان ڪڍي ڇپائڻ لاءِ همٿايو. نيٺ ڪتاب ويڙهي مل ڪنڊڻمل بوڪ سيلر لاڙڪاڻي کي ڇپائڻ لاءِ ڏنو ويو جنهن صاحب تمام سندر نموني ۾ ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيو آهي.

جن صاحبن ڪتاب نظر مان ڪڍي پنهنجا رايا ڏنا آهن، تن جو شڪرگذار آهيان. انهن ٻن مان ڪن صاحبن جا رايا هن ڪتاب ۾ ڇپائي درج ڪيا ويا آهن.

حافظ محمد (احسن)

1773



# تنقيد (١)

گلزار شعر ناميل حافظ محمد
احسن جو مون چڱيءَ طرح پڙهي
ڏٺو آهي، شاگردن لاءِ بيشڪ تمام
ڪارائتو ٿيندو. مجموس نظم شعر
سازيءَ جي اصولن موجب پورا
آهن.

٢٥ آڪٽو نمبر ١٩٣١

**قليچ بيگ فريدون بيگ مرزا ن**



# تنقيد (٢)

هن گلزار شعر جي رنگا رنگي خوشبودار گلن جي سڳنڌ حاصل ڪرڻ سان گهڻي سرهائي سري اٿم.

ڪتاب جي هرهڪ نظم ۾ مصنف شعر سازيءَ جي اصولن ۽ قاعدن تي پورو پورو ڌيان ڏنو آهي.

هنڪان اڳ ۾ سنڌي نظم جا ڪيترائي نوان نوان ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا آهن، جنمان گهڻن ۾ ته فقط جهونن ۽ نون شاعرن جا ڪي نظم چونڊي گڏ ڪري ڇپايا ويا آهن ۽ اهي درسي ڪتابن طور ڪم پيا اچن. اُنهن جي تاليف ڪندڙن صاحبن اهو خيال ئي ڪونه رکيو آهي، ته تصوف ۽ گوڙهن روحاني خيالن وارا نظم ۽ مجازي عشق جي مضمون وارا شعر هلندڙ وقت جي شاگردن ۽ شاگرديائين لاءِ ڪيتري قدر دلچسپ ۽ فائدي بخش آهن. اهڙن ڪتابن ۾ نسبت هيءُ ڪتاب ڪئين درجا وڌيڪ دلچسپ ۽ فائدي بخش آهي، ڇاڪاڻ جو هن جا نظم اخلاق ۽ شاگردن جي حال چال جي مدنظر تي بڌل آهن. اُميد ته هرهڪ قدردان علم دوست جي نظر ۾ هيءُ ڪتاب مصنف جي همت افزائي جو سبب ٿيندو. ٢٥ نومبر ١٩٣١

**محمد صديق مسافر**

سابق سنڌي ٽيچر ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد سنڌ

# تنقيد [ ٣ ]

هن وقت جا تعليمي اصول ڦريل آهن ۽ چوڌاري تسليم ٿيل آهي ته ٻارن کي اها تعليم ڏجي جا سندن لاءِ ڪمائتي هجي ۽ جيڪي سهڪارڻو هجي سو سمجهي سگهن ۽ جيڪي سکن سو ڪين ترقيءَ جي شاهه راهه تي رهبري ڪري سندن جسماني ۽ دماغي طاقتون وڌائي، انڪري پهرين منزل تي ڪين نثر سان گڏ اخلاقي، ٻهائي ۽ هدايت وارا شعر پڻ پاڙهيا وڃن. شاهه، سچل ۽ ساميءَ جا شعر جن ۾ وحدت ۽ تصوف جا سبق سمايل آهن، سي ويچارن شاگردن کي منجهائيندڙ آهن. نه وري سسئي پنهون، مومل راڻو، سهڻي ميهار جهڙا فقط محبتي شعر جا ڪتاب شاگردن لاءِ وزنائتا ۽ مفيد آهن. انهي مدنظر تي هن ڪتاب ۾ انگريزي چوٿين ۽ پنجين درجي جي جا ڏائو جدا جدا مضمونن تي شعر رٿيل آهن. جن ۾ ٻوليءَ جي خوبي، بحروزن جي پورائي، خيالي نزاڪت ۽ دل کي ڪشش ڪندڙ تاثير پوريءَ طرح سمايل آهن.

هن ۾ بحروزن وارا شعر پڻ هر طرح جي نمونن جا آهن جهڙين ته :- غزل، بيت، مسدس، مخمس، ۽ رباعيون وغيره وغيره. نه فقط ايترو پر شاهه جي رسالي جي نموني کي بيت پڻ آهن. مضمونن جي رٿ سهڻي دلچسپ آهي:-

(۱) ڪي شعر آهن بياني :- سنڌ، نيڪي بدي، آرسي بي قدري، زمانو وغيره.

(۲) ڪي آهن قدرتي نظارن تي :- برسات، چنڊ باغ ۽ بهار دريا شاهه، گلاب جو گل، صبح جو وقت وغيره.

(۳) ڪي آهن نا صحانه :- شراب، جوا، ڪوڙ، نيڪي، ڀلائي، تندرستي وغيره.

(۴) ڪي وري اڄوڪي وقت جي مسئلن تي :- ڪرمي جي محنت، برادري، ترقي، استري سکيا وغيره.

(۵) ڪي خاص شاگردن سان تعلق رکندڙ آهن :- ڊٽيءَ جي درويشي، اسڪائوٽ، اخلاقي تعليم، صحبت جو اثر وغيره.

(۶) اُتساهه ۽ اُمنگ وارا شعر به آهن :- جهڙوڪ وطن جي حب، ايڪيءَ جي پڪار، آزادگي، زندگي وغيره.

(۷) نازڪ جذبن وارا پڻ موجود آهن مثلاً :- ماءُ، دل وغيره.

(۸) بلند پروازي ۽ باريڪ بيني جو نمونو پڻ ڏيکاريل آهي جهڙوڪ :- شاهه عبداللطيف، مرزا قليچ بيگ، همت وغيره

مطلب ته گلزار شعر ۾ سمجهه وارن لاءِ روح راحت ۽ دماغي فرحت جو سامان موجود آهي.

مسٽر حافظ محمد احسن، سنڌ جي مشهور شاعرن مان

هڪ آهي- هن جا مختلف طلبن سببان مختلف موقعن تي گهڻا شعر ٺهيل هئا، انهن مان ڪي شاگردن جي ڏانو جهڙا شعر چونڊي ۽ پيا خاص طرح تيار ڪري هن ڪتاب ۾ وڌا اٿس. اُميد آهي ته هي ڪتاب پبلڪ لاءِ عموماً ۽ شاگردن لاءِ خصوصاً ڪارائتو ۽ مفيد ٿيندو.

لاڙڪاڻه

۱ جنوري ۱۹۳۲

ALIKHAN. M. A



## تنقيد ( ۳ ]

گلزار شعر جو مصنف سنڌ جي ملا ڪيئن جو هڪ گوهر آهي. سندس نظم توڙي نثر جي خوبي عمده خيالن سان پرپور ڪنهن خاص تعريف جي محتاج نه آهي. هن ساده سفيد پوش معلم قوم جي سچي قلمي خدمت گهڻي وقت کان پئي ڪئي آهي، جنهن جو تازو اظهار سندس "گلزار شعر" مان پڌرو آهي.

هي اهو زمانو نه آهي، جنهن ۾ مجازي ۽ ٻين عشقيه غزلن ناهڻ ۾ وقت صرف ڪجي؛ مگر اُهي مضمون جيڪي زندگيءَ کي سنوارين ۽ سڌارين ۽ اخلاقن جي بهتري ڪن، اُنهن جي ناهڻ جي وڌيڪ ضرورت آهي.

نثر کان نظم گهڻو وڌيڪ اثرائتو ثابت آهي، تنهن ڪري مان دعا ڪريان ٿو، ته اِهي سندس ٦٢ مضمون شل وڏي ويجهي جلدي سو ڏيڍ سو کي پهچن. نوڪري ۽ واپار، هنر ۽ ڪاريگريءَ تي اجا به وڌيڪ مضمون ناهڻ جي ضرورت آهي. تعليم جي سچي مقصد کي نروار ڪرڻ ۽ مرد توڙي عورت تي لازمي ٿيڻ بنسبت ڪي مضمون ايندڙ ڇاپي ۾ درج ٿين ته بلڪل چڱو. باالفعل مان چوندس، ته مصنف هن گلدسته ناهڻ سان ننڍن توڙي وڏن ڀائرن جي چڱي خدمت ڪئي آهي، جا هرطرح همتائڻ ۽ فائده وٺڻ جي لائق آهي ۽ سڪولي ٻارن لاءِ ته هڪ تحفو آهي -

٣ - نومبر ١٩٣٣ع

ABDULHAK

سابق ائڊمنسٽريٽو آفيسر ڊسٽرڪٽ سڪول بورڊ

ڪراچي

# تنقيد ( ٥ )

ڪتاب گلزار شعر تيار ڪيل مسٽر حافظ محمد (احسن) جو نظر مان ڪڍيم. شعر بلڪل چڱو ٺوڪ ٺهيل آهي. شاگردن کي بيشڪ ڪارائتو ٿيندو. موجود شعر جي ڪتابن کان سرس آهي. لکندڙ همت لائق آهي.

١٠ نومبر ١٩٣٣ع

Dayaram Vasanmal Mirchandani

هيڊ ماستر- اين- جي- هاءِ سڪول

ڪراچي

# تنقيد (٦)

ڪراچي

١٤ نومبر ١٩٣٣ع

"گلزار شعر" ۾ سنجيدو ۽ موزون سخن سمايل آهي. اڪثر شعر جو مضمون اوچو آهي ۽ گوناگون ۽ عبارت سليس ۽ سولي. اميد ته هي ڪتاب اسڪولي شاگردن لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

Hotchand Mulchand Gurbuxani
ڏيارام ڄيٺمل سنڌ ڪاليج
ڪراچي

# تنقيد (٧)

جنهن ڪتاب تي والد مرحوم پاڻ تنقيد ڪئي آهي، انهي ساڳي ڪتاب تي ڪجهه لکڻ آءٌ هڪڙي قسم جي بي ادبي ٿو سمجهان؛ پر ڏسان ٿو ته هن ڪتاب ۾ ڪي اهڙا شعر آيل آهن، جي ضرور انهن کان پوءِ لکيا ويا هوندا، جهڙين ته نمبر ٤٥ مرزا قليچ بيگ، نمبر ٥٩ سکر براج وغيره؛ تنقيدڪري "حافظ محمد (احسن) صاحب" جي فرمائش موجب فقط ايترو چوندس، ته اڄ ڪلهه سڪولن ۾ ٻچن ۽ شعرن جي رستي تعليم ڏيڻ جو دستور وڌندڙ آهي. اڄ تائين جيڪي به شعر جا ڪتاب سڪولن ۾ ڪم آيل آهن، اهي عاشقانه يا اونهي فيلسوفي سان ڀريل آهن، جي ٻارن لاءِ موزون نه آهن. هن ڪتاب جي خاص اها خوبي منهنجي نظر آئي آهي، ته هن ۾ سڀ شعر نصيحت آميز آکاڻين، ٿوڙڪن ۽ مضمونن تي جڙيل آهن.

هي ڪتاب گويا شعرن ۾ مضمون نويسي آهي. مان ڀانيان ٿو، ته ٻين ڪتابن جي ڀيٽ ۾ هي ڪتاب شاگردن لاءِ زياده فائدي مند ٿيندو ۽ پڻ عام پبلڪ کي پسند ايندو.

٢٥ آڪٽوبر ١٩٣٣ع

ڪراچي

Nadarbeg Mirza.

B. A. L

# تنقيد [ ٨ ]

مون ”گلزار شعر“ مسٽر حافظ محمد (احسن) جو تاهيل نظر مان ڪيو آهي. ڪتاب سڄو پڄ هڪ اخلاقي گلدستو آهي. قدرتي نظارن تي جيڪي شعر لکيل آهن، جهڙوڪ سهائي رات، درياهه شاهه، برسات وغيره تي سي سڀ وڻندڙ آهن. تنهنڪان سواءِ ادب، سادگي، ڪوڙ، جوا وغيره تي جيڪي شعر آهن سي پڻ بلڪل نصيحت آميز آهن. مسٽر حافظ محمد (احسن) ۾ شاعريءَ جو ڪهڙو جذبو ۽ اُتساهه ڏسجي ٿو ۽ سندس شعر ۾ رواني (Flow) نظر اچي ٿي. هن شاعر کي مبارڪ آهي، جو هن سنڌي شاعريءَ جو رواجي رستو (Beaten path of Sindhi poetry) تصوف ۽ عشق (مجازي يا حقيقي) ڇڏي، پاڻ کي قدرتي نظارن ۽ اجوڪي وقت جي مسئلن ڏي متوجه ڪيو آهي. ١٣ نومبر ١٩٣٣

Prof: Hashmatrai Choithram Malkani.

چيلا سنگهه ۽ سيتلداس ڪاليج

شڪارپور سنڌ

# تنقيد ( ۹ )

"گلزار شعر" عرف "اخلاقي گلدستہ" تيار ڪيل مسٽر حافظ محمد (احسن) جو چڱيءَ طرح پڙهي ڏٺم. احسن جو شعر سنجيدو ۽ لطيف آهي. جن مضمونن تي شعر چيل آهي، سي تعليم ڪاتي جي هاڻوڪي اصولن موافق آهن. تنهن ڪري شاگردن لاءِ گلزار شعر بيشڪ ڪرائتو ڪتاب ثابت ٿيندو. شعر هر چند هر طرح همتائڻ جي لائق آهي.

۲۵ ڊسمبر ۱۹۳۳

Karimbux

پرنسپال مدرسه هاءِ سڪول لاڙڪاڻو

## تنقيد (١٠)

گلزار شعر نالي حافظ محمد (احسن) جو مون پڙهي ڏٺو آهي. شعر جا مضمون مختلف ۽ نصيحت آميز آهن. منجهن خيالي قوت خاصي آهي ۽ ڪتاب ۾ نظم شعر سازيءَ جي اصولن موجب پورا آهن. ڏهڙو ڪتاب شاگردن لاءِ بيشڪ ڪارائتو ٿيندو.

٤ ڊسمبر ١٩٣٣

Karamchand Lilaram Hingorani

هيڊ ماستر گورنمينٽ هاءِ سڪول

شڪارپور سنڌ

# تنقيد (۱۱)

ڪتاب "گلزار شعر" عرف "اخلاقي گلدستو" تيار ڪيل حافظ محمد (احسن) ويٺل ٽلڪاٽيءَ جو نظر مان گذريو. منجهس جدا جدا مضمونن تي عام فهم شعر چيل آهن، جي شاگردن لاءِ دلچسپ آهن. منجهس ڏکين مضمونن جهڙوڪ تصوف ۽ اُنهيءَ سان لاڳو ٻين مسئلن تي شعر چيل ڪونهي ۽ نڪي ٻيا اهڙا اونها ۽ عميق خيال منجهن آهن، جي ٻارن جي خيال کان ٻاهر هجن، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته هيءُ شعر جو مجموعو ٻارن لاءِ بلڪل ڪارائتو ٿيندو.

تاريخ ۱۷ نومبر ۱۹۳۳

Jagatrai Issardas Shivdasani

وائيس پرنسپال ٽريننگ ڪاليج

فار مين حيدرآباد سنڌ

اوير ڏي چار واهه ۽ اوله ڏي ٽي وهن ،
موجود آب آهه سدائين تہ جام جام ،
هر ڪنهن کي گهرج سارو ملڻ جو بہ انتظام .
٤- ايڪيهه ڪل ڪروڙ مٿس خرچ ٿي چڪا ،
هر ڪنهن کي پوک لاءِ سيجهي سهنج ٿي پيا ،
يا ربيع تي ٽين ٽا هيڻئر فصل پيي پلا ،
هن بعد ٿيندي سنڌ جي رونق ٿي ٻي اجا ،
هي سنڌ ملڪ ليکبو آباد پرڳڻو ،
مشهور نام سنڌ جو ٿيندو اجا گهڻو .
٥- آبادي ٿي اڳي کان زياده براج تي ،
ساريون ، جوئر ، ڪپهه ۽ گهڻي ڪڻڪ پيي ٿئي ،
تڪليف ، خرچ گهٽ ٿيو هر ڪوئي خوش رهي ،
آباد ٿي زمين ۽ موڪون جتي ڪٿي ،
ڪاچي ٻر ۽ پٽن تي بہ آبادي ٿي وئي ،
مالڪ جي سنڌ ملڪ تي امدادي ٿي وئي .
٦- سرسبز سنڌ ٿيندي هي آغاز ٿيو اجا ،
خوشحال سنڌ واسي گهڻو ٿيندا جا بجا ،
آبادي کان نہ رهندي سراسر زمين ڪا ،
نڪو خوف ٻوڏ ، سوڪ جو رهندو دائما ،

جي ڏٺي ڏٺيءَ جو فضل ته ڏٺي فصل پيئي پلو،
احسنا اُن ڏٺي جا هي احسن سيڻي مڇو.



## (٦٠) موهن جو دڙو

١- عجب اسرار موهن جو دڙو قادر سندي قدرت،
ڏسڻ سان جنهن جي هر انسان کي بلڪل لڳي حيرت،
دڙو موهن جو پارت جو قديمي شان ۽ شوڪت،
ڏسو موهن دڙي ۾ سنڌ جي بهتر اڳين حالت،
گهٽيون، رستا ۽ بازاريون ۽ گهر عمدا ٺهيل آهن،
گهرن سڀني ۾ پاڻي جون پڪيون کوهيون ڪنيل آهن.
٢- ڏيل هڪ پڃي مٿان ٽي شهر عاليشان ٿا ڏسجن،
مگر پنجاهه سو سالن کان پيئي اڳ جا پيا پسجن،
صفائي ۽ سنائي شهر جي واڪاڻ سڀ ٿا ڪن،
اڃا سالم پڪيون جايون ۽ پاڻي آهه منجهه کوهن،
هتي ڪي بادشاهي شهر جنهن جو وڏ نظارو آهه،
گهٽين، جاين ۽ رستن جو نمونو زيب وارو آهه.
٣- لڏا، هيرا، جواهر، هار، موتي ۽ پيا زيور،

سُٺي سوني بہ همت آئي نهائي ڪنهن تہ ڪاريگر،
عجب جايون عجب چشما ۽ عاليشان ني مندر،
اڏا ني لاشَ، جي ماڻهن اڄو ڪن ڪان ڏٺا اڪثر،
پٿرون سيمنٽ سان ڏھ فوٽ ويڪر ۾ ٻَڌل آهن،
ڏسڻ سان پانڇجن گويا اڄو ڪيون هي ٺهيل آهن.
۴- سُکيا سا وا ستا با آدمي ها صاحب دولت،
هُئا چرخا ۽ اَڏا اُٺا هنر واپار ۽ صنعت،
چڱي آبادي هُئي ٿيندي- هُئي آسودگي عزت،
ٿئي معلوم آثارن مان بهتر سنڌ جي حالت،
ڪماليت کي نيت آهي زواليت جيو ڏاهن،
زماني جو عجب چرخو وٺڻ عبرت کپي **احسن.**

## (٦١) سانوڻ (اونهاري جي موسم)

وسن ٿا مينهن ۽ ساوا ٿين گلزار سانوڻ ۾،
ندين داهن ۾ پيي پاڻي ٿئي تو تار سانوڻ ۾.
ا- ڪٿي پوڏيون، ڪٿي موڪون ڪٿي آبادي مينهن تي،
ڪٿي پاڻي ٻنين کي تو پياري ذار سانوڻ ۾.



موهن جي دڙي مان لڌل لاش جو فوٽو

٢- تپش سج جي کان گرمي ٿي تنهن کي ڪن نه پاڻ ۾،
تِين گرمي ۾ ماٺو ٿو ٻٽ کان ٻيي ٻهزار سانوڻ ۾.
٣- سين کي پوکه جي وائي- اڳل سي ڪار ۾ ڪرمي،
پچائڻ پوکه لي هاري رهن بيدار سانوڻ ۾.
٤- نه واندو ڪوبه ويهي ٿو پيو محنت ڪري هرڪو،
تِين پوکون هلن تنهن نه ڪو بيڪار سانوڻ ۾.
٥- مهيني مَنجهي کان سپٽمبر مهيني تائين اونهارو،
تنهن ٽاڏل ۽ شربت جي گهٽي درڪار سانوڻ ۾.
٦- ننڍيون راتيون وڏائين ڏينهن ۽ اڪثر پون طوفان،
وڄون وس وس جا پوري ويس ڪن چمڪار سانوڻ ۾.
٧- جوئر، ٻاجهه، ڪپهه، ساريون، ونگا، ميها تين پاڄون،
جهجهي ميوات ۽ انبن جا پيي انبار سانوڻ ۾.
٨- مَنجو ٿئي مال جو چارو چرن ٿا چيڪ چوپايا،
مکڻ، ڏڌ، کير ٿئي جام- خوش ڌڻدار ٿئي سانوڻ ۾.
٩- نمونو هرڪنهين موسم جو وه احسن نرالو آهه،
عجائب رنگه قدرت جا تِين اظهار سانوڻ ۾.

## (٦٢) هوائي جهاز

۱- هَوائي جهاز اڄ عجب پرو ڏو،
هنر هو شِور ڪنهن هي ڳولي ڪڍيو،
پُراڻين ڪهاڻين پر هر ڪنهن پڙهو،
مگر اڄ اکين ساڻ هر ڪنهن ڏٺو،
وماڻ ۽ سليمان حضرت جو تخت،
هَوا پر اُڏاڻا ٿي سي تيز سخت.

۲- اُڏام ڪتولي جي سي ڪنهن خبر،
مگر ڳالهه ڪوڙي ٿي آئي نظر،
هينئر سا حقيقت پَڌِي ٿي پڌر،
ترقي ڪري ويو هوائي سفر،
بلڪ اُهو آهِ فن بينظير،
ويو ڏِن بَڏن ٿي ترقي پذير.

۳- اڳوڻي هنر جو اهو يادگر،
ويو گم ٿي هو سو ٿِيو آشڪار،
هينئر آهِ اُنجو گهڻو ٿيو سُڌار،
بلوڻن جو هاڻي ٿيو اعتبار،
هوائي جهاز اڄ ٿيا عام جام،
چڙهن ڏاڍن پر هينئر خاص و عام.

۴- پر ها آدريڪا پر پڻ هوشيار،

ڪيو تن سين ڪان ھو اوّل تيار،
ٽيا اڏريءَ سَو تِن ۾ تنھن تي سُوار،
انھي بعد ٿيو ملڪ ۾ آشڪار،
مَھا ڀاري جنگ ۾ ٿيو ڪارگر،
ٿي وئي تيز رفتار تن جي ھينئر.
٥- ترقي اجا ھِن ۾ ٿيندي وڌي،
اجا ھِن جي رفتار ٿيندي تکي،
اھا آھ حڪمت تہ مالڪ سندي،
جنھين سمجھ انسان کي احسن ڏِني،
ڏھ ڪم ڏو انسان ايذا ڪري،
مگر علم ريءَ ڪونہ ڪارج سري.

# پورو ٿيو



# پلنامو

گھڻيءَ خبرداريءَ سان پروف ڏنا ويا آهن، مگر انسان چوڪن جو گھر، وري سنڌي صورت خطي نقطن واريءَ نازڪ- تنھنڪري پڙهندڙ پھريائين هيٺ پلنامي ۾ ڏيکاريل غلطيون درست ڪري ڇڏين:

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| تنقيد (٢) | ٢١ | صابق | سابق |
| تنقيد (٣) | ١٤ | جي جا ڏانوَ | جي ڏانوَ جا |
| صفحو ٢ | ٦ | ڪيئن | ڪِئين |
| ٤ | ٥ | جي جي حب. | جي حب |
| ١١ | ٨ | موسوم | مَوسم |
| ١٧ | ٢ | لبس | بس |
| ١٨ | ١٣ | دير | پير |
| ٢٠ | ٣ | امان | آمّا |
| ٢٠ | ١١ | موسان | مونسان |
| ٢٢ | ١٦ | مھنجو | منهنجو |
| ٢٤ | ١٤ | بحر چشم | بحر بر، چشما |
| ٢٥ | ٧ | مخلوقت | مخلوقات |
| ٢٧ | ١٠ | انهيءَ جي | پوانجي |
| ٢٩ | ١٦ | پ ي | پري |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۳۱ | ۵ | ...... | نهڪي جو<br>رهند و جڳهہ نالو<br>سداڳين نيشان |
| ۳۳ | ۱ | آهہ | آهي |
| ۳۳ | ۲ | آهي | آهہ |
| ۳۵ | ۱ | ونهي | سونهي |
| ۳۶ | ۱۸ | ڏکہ ۾ | ۾ ڏکہ |
| ۳۹ | ۱۱ | ۾ خوش | ڏسِ خوش |
| ۴۰ | ۱۱ | چوان | چوَن |
| ۴۰ | ۱۴ | دلڪشن | دلڪش |
| ۴۲ | ۶ | چوُڈي | چَوُڈي |
| ۴۳ | ۱۲ | پا بدد | پا بندّ |
| ۴۵ | ۵ | آهہ | آهي |
| ۴۵ | ۶ | آٿي | اُٿي |
| ۴۶ | ۱۱ | تون بہ | تون تہ |
| ۴۶ | ۱۲ | ڪر | ڪرڪا |
| ۴۷ | ۲ | ملي | ملي ٿو |
| ۴۸ | ۱۴ | واعدا | وعدا |
| ۴۹ | ۱۴ | سيرت | تہ سيرت |
| ۵۶ | ۴ | واري ڪي | واري آدمي ڪي |
| ۵۷ | ۱۷ | خاوند | خاوندّ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٥٨ | ١١ | واقفيت | واقفيّت |
| ٥٨ | ١٦ | سڌارو | سڌار |
| ٦١ | ١٤ | بدي جي نروار | بدي نروار |
| ٦٣ | ١٢ | چڏيان | چڏايان |
| ٦٣ | ١٤ | پايان | پارايان |
| ٦٥ | ٣٠ | هند ستان | هندوستان |
| ٦٥ | ٥ | هند ستان | هندوستان |
| ٦٥ | ٨ | قديم | قديم |
| ٦٦ | ٨ | هند ستان | هندوستان |
| ٦٧ | ٢ | چيائين | ٿي چيائين |
| ٦٧ | ١١ | جاي واي | جلي وئي |
| ٦٧ | ١٦ | ويدر | ويندو |
| ٦٧ | ١٧ | دااما | دائما |
| ٦٨ | ٩ | ڪهين | ڪِهڙن |
| ٧٣ | ١ | چمڪن | ۽ چمڪن |
| ٧٣ | ٢ | عجيب | عجب |
| ٧٣ | ٩ | ڏور | ڏُور |
| ٧٣ | ١٠ | پيا ٿا ٿا | پيا ٿا |
| ٧٣ | ١٤ | سو زنجير | سو زنجير |
| ٧٣ | ١٦ | ونشه | نشه |
| ٧٤ | ٩ | گوهر | گوهر |





| | | | |
|---|---|---|---|
| ٧٤ | ١٠ | قدرت | قدر |
| ٧٤ | ١١ | قدرت | قدر |
| ٧٧ | ١٢ | پٽيون | پٽيهه |
| ٧٨ | ١٩ | نڪو | ڪو |
| ٧٨ | ١٩ | رهندو | رهندو نه |
| ٧٩ | ٢ | احسنا | احسنان |
| ٨١ | ١٤ | ٽڪي جام | ٽڪي ٿو جام |
| ٨١ | ١٥ | ترڪ دار ٽڪي | ترڪ دار |
| ٨٢ | ١٣ | يادگر | يادگار |
| ٨٣ | ٩ | گي | ڪي |

